


# ڪورونا ڪانپوءِ جي دنيا.....

ليکڪ: نور احمد ميمڻ

* نئون عالمي نظام جڙندو
* ايشيا اڳواڻي ڪندو
* سامراجيت جو خاتمو ٿيندو
* اعليٰ انسانيت جو مذهب سوپارو ٿيندو

Next Page >








# ڪورونا (COVID19)ڪانپوءِ ڇا ٿيندو؟

ڪورونا (COVID19)وائرس اسان جي موجوده دنيا لاءِ هڪ وڏو الميو بڻجي سامهون آيو آهي. جيڪو هن دنيا جي سياسي نظامن، سماجي قدرن ۽ ڪلچر، اسانجي سائنس، اسان جي نيچر/فطرت ۽ ماحوليات سان ورتاءُ ۽ اسان جي اقتصادي ترجيحن تي وڏا اثر ڇڏيندو.

دنيا جي اقتصادي حالتن کي بہ وڏو متاثر ڪندو. دنيا جون اقتصادي حالتون ، سپلاءِ چين سان هلن ٿيون ۽ ڪورونا وائرس جي ڪري اهو سپلاءِ چين سسٽم بيحد متاثر ٿيو آهي. پيو اقتصادي ڪاپاري ڌڪ دنيا ۾ بيروزگاريءَ جو سامهون ايندو.

بگڙيل اقتصادي حالتون ئي دنيا ۾ فڪري ۽ سياسي تبديليءَ جو وڏو محرڪ بڻبيون آهن. سڀ کان وڏي تبديلي گلوبلائيزيشن جي تصور ۾ ايندي. ويهين صديءَ ۾ جنهن گلوبل اقتصادي گورننس جو تصور طاقتور ٿيو هو سو هينئر ڪمزور پئجي ويندو. هينئر قومن جي قوميت جاڳي اڳيان ايندي ۽ سرحدن تي آزاد چرپر جي بجاءِ وقتي موزونيت جي سختي ڪئي ويندي. گلوبلائيزيشن (Globalization) جي هڪ بئي تي ياڙيندڙ دنيا ۾ هاڻي عوام پاران پنهنجي ملڪن ڪمپنين ۽ سوسائيٽين تي بار پوندو ۽ اهي قومي بچاءَ جي لاءِ پنهنجون تياريون ڪن. ڪورونا وائرس ۾ ماڻهن ڏسي ورتو تہ انهن جي حڪومتن جن علاقائي ۽ عالمي اتحادن تي ياڙي رکيو هو سي وبا واري مصيبت جي وقت ٽيسٽنگ ڪٽس(Testing Kits) ۽ وينٽيليٽر(Ventilators) بہ مهيا نہ ڪري سگهيا. انهيءَ ڪري ايندڙ دور ۾ خود پنهنجي حڪومتن تي زور وڌو ويندو تہ اهي هٿيارن ۽ عيش جي سامان بجاءِ صحت ۽ تعليم جي موقعن کي وڌيڪ بهتر ڪن.









اقتصادي گلوبلائيزيشن جي جيتري بہ دنيا ۾ ضرورت رهندي، انهيءَ جو سينٽر هاڻي آمريڪا نہ پر چائنا ۽ ايشيا جا ٻيا ملڪ ٻڻبا. چائنا سان گڏ ڪوريا، سنگاپور ۽ جاپان بہ دنيا جي اقتصادي سهولتن جي لاءِ پاڻ کي تيار رکي ڇڏيو آهي.

## نئون عالمي نظام

ڪورونا وائرس جو هي ڌڪاءُ دنيا ۾ هڪ وڏي فڪري اٿل بہ آڻيندو. بيشڪ 1919ع واري پليگ (Plague)جي بيماري هڪ ٻئي سان ويڙهاند ۾ جٽيل وڏين طاقتن کي انسانن جي عظيم مفاد ۾ هڪ ٻئي جو سهڪاري نہ بڻائي سگهي هئي پر موجوده زمانو بدليل آهي ۽ عوام پنهنجي حڪمرانن تي زور وجهندو تہ اهي سوشل پروگرام تي عالمي نظام جو حصو بڻجن. اهو نئون عالمي نظام هينئر دنيا جون فلاحي رياستون وجود ۾ آڻينديون. ان نظام ۾ رياست بہ هوندي، ڊيموڪريسي(Democracy) بہ هوندي ۽ سوشل پروگرام(Socialism) بہ هوندو. ايشيا ان جي اڳواڻي ڪندو. ايشيا وٽ اها صلاحيت آهي تہ مائينڊ گائيڊينس(Mind Guidance) ۽ هيلٿ ڊيولپمينٽ (Health Development) جو طاقتور پروگرام انسانن کي آڇي سگهي. سڄي انسانيت ان ۾ پنهنجو حصو ملائيندي ۽ يورپ جي سائنسي ترقي ان کي طاقتور ڪندي. سوشل پروگرام تي ايشياٽڪ فيڊريشن (Asiatic Federation)، ايشيائي مفڪرن جي پراڻي خواهش آهي ۽ هينئر ان جي عمل ۾ اچڻ جا امڪان پيدا ٿي چڪا آهن.










# سامراجيت جو خاتمو

نيو لبرل دور جي چتي ۽ بي رحم سرمائيداريت (Capitalism) انساني ڀلائي جي سچي اخلاقيات کي لتاڙي عياشيءَ لاءِ دولت جي ارتڪاز جون انسانيت ڪش تباهه ڪاريون سامهون آنديون آهن ۽ آمريڪا وڏي انڊوڪار سان ان نظام جي سرپرستي ڪئي آهي. ڪورونا الميي ڪانپوءِ قومون پنهنجي ماڻهن جي جان بچائڻ لاءِ پنهنجي قومي طاقت کي سگهاريون ڪنديون. عالمي سياست تي مسلط آمريڪي سامراجيت جو مرحليوار خاتمو ٿيندو. سرد جنگ کان وٺي هيسيتائين آمريڪا ۽ روس جا هزارن جي تعداد ۾ ناهيل ايٽم بم دنيا ۾ ماڻهن جي لاءِ ڪاوڙ جو سبب بڻيا. ايشيا ۽ آفريڪا ۾ پنهنجي فوجي مقصدن خاطر لکين انسانن جو جنگين ذريعي قتل ۽ انهن کي بک، جهالت ۽ غربت جي ور چاڙهڻ ڪانپوءِ. هن عالمي وبا ۾ انسانن بچائڻ واري مرحلي تي آمريڪا ۽ مغرب جو چهرو ميرو ٿي سامهون آيو آهي ۽ دنيا پنهنجي عالمي وابستگين تي نظرثاني ڪندي. سامراجيت جي علاقائي ياڙيتو ملڪن لاءِ دلاليءَ جو ڪردار ادا ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو. ٻي جنگ عظيم کان پوءِ ڪيپيٽلزم (Capitalism) جي تسلط ۽ دنيا تي مغرب جي قبضي لاءِ ايشيا کي ڪمزور ڪرڻ واسطي سائوٿ ايسٽ ايشيا (South East Asia) ۽ مشرق وسطيٰ ۾ اڪيچار طفيلي رياستن جي سرپرستيءَ سان گڏ مذهب جي نالي تي به انجنيئرڊ رياستون ناهيون ويون هيون ۽ انهن جو ڪنٽرول اتان جي طاقتور ڌرين کي ڏنو ويو هو. انهن ٻنهي رياستن پنهنجي پنهنجي خطن ۾ انتها پسندي ذريعي جنگيون لڳائي هڪ طرف لکين انسانن کي موت جي منهن ۾ وجهي ڇڏيو هو ۽ ٻئي طرف انهيءَ جنگي ڇڪتاڻ جي نتيجي ۾ سائوٿ ايسٽ ايشيا ۽ مشرق وسطيٰ جي ملڪن ۾ اتان جو عوام تعليم، صحت ۽ سماجي ترقيءَ جي موقعن کان محروم رهيو. عوام جي










وڏو تعداد غربت ۽ جهالت جي چڪيءَ ۾ پيسبو رهيو. ڪورونا ڏهڪاءَ سڄي دنيا جي عوام کي بيدار ڪري ڇڏيو آهي ته سامراجيت جي عالمي ايجنڊا تي سندن حڪمرانن پنهنجا وسيلا ايٽم بم ۽ ڪيميائي هٿيارن ناهڻ تي تلف ڪري ڪين انهيءَ حد تي پهچائي ڇڏيو آهي جو ڪنهن اوچتي وبا جي لاءِ فوري بچاءُ ۽ سهڪار به مهيا نٿا ڪري سگهن. عوام جو اهو غصو هڪ آتش فشان وانگر ڦاٽندو ۽ ان جي نتيجي ۾ سامراجيت جون علاقائي دلاليون به ڪمزور ٿينديون.

## مذهب

مذهب جون موجوده فرقيوارانه تعبيرون بدلجي وينديون. اسان وٽ موجوده تعبيرن تي ملوڪيت جو دور جي ڇاپ آهي. خلافت جي خاتمي کانپوءِ ملوڪن اوريجنل اسلام کي بگاڙي پنهنجي بادشاهي ضرورتن هيٺ مسخ ٿيل اسلام رواج ۾ آندو. پوئين صدي اوريجنل اسلام ۽ مسخ ٿيل اسلام جي ڪشمڪش جي صدي هئي ۽ هن صديءَ ۾ اها ڪشمڪش فيصلي ڪن مرحلي تي پهتي آهي. اسلام سلامتيءَ جو دين ڪري انسانن کي ڏنو ويو هو پر هر دور ۾ دولتمندن جي سهڪار سان پيشه ور پروهتن ۽ مُلن ان کي پنهنجي مفادن جو محافظ بڻائي ڇڏيو ۽ انسانن هن ڏکي وقت ۾ ڏسي ڇڏيو ته روايتي مذهب ماڻهن جي پرجهلائيءَ کان قاصر آهي. ان جي نتيجي ۾ هينئر دنيا مان ملوڪيت جي باقيات ملان واري دين جا ٽپڙ ويڙهبا. هينئر دنيا تي قرآن واري دين جو اپار ٿيندو. امام مالڪ جي حوالي سان هي قول بيحد مشهور آهي ته آخري دور ۾ دين جو اپار ان ئي فڪر تي ٿيندو جنهن فڪر تي دين جو اپار ان جي بلڪل ابتدائي دور ۾ ٿيو هو. اهو ابتدائي دور خالص قرآن جي فڪر جو دور هو ۽














ان اعليٰ انسانيت کي دنيا ۾ متعارف ڪري اسلام جو ايڏو وڏو ڀلاءُ يقيني بڻايو هو.

هينئر پوسٽ ڪورونا دور ۾ مذهب جي وڏي سچائي اعليٰ انسانيت هوندي. انهن مذهبن کي ئي سماج ۾ جمت ملندي جيڪي اعليٰ انسانيت جو پروگرام رکندا. جيڪي مذهب پائيپي ۽ مساوات کي عملي طرح رواج ۾ آڻيندا. جيڪي مذهب انساني صلاحيتن کي سگهاري بنائڻ جي ضرورت پوري ڪندا، جيڪي مذهب انسان جي عقل ۽ استدلال کي مهميز ڏيندا ۽ مساوات واري سماج اڏڻ ۾ مددگار بڻبا، اهي مذهب جيڪي ماڻهن کي فطري صفائيءَ جي طريقن ۽ اخلاقيات جي تعليم ڏيندا ۽ فطري معاشرت جا طريقا آڇيندا ۽ انسانن لاءِ سک ۽ سلامتيءَ جو نظام هن دنيا ۾ بہ پيدا ڪري ڏيندا، انهيءَ مذهب کي ماڻهو پنهنجي آخرت لاءِ پناه گاهہ بڻائيندا. سرمائيداريت جي تباهہ ڪارين وانگر گلوبل وارمنگ بہ دنيا جي تباهيءَ لاءِ وڏو چيلينج بڻيل آهي. ايندڙ دور جو مذهب فطرت جي نج اصولن تي انسانيت جي مٿان ڇانيل انهن ٻنهي مصيبتن کي ٽارڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪندو.

